# اسلاميات

سوال 1: آخرت جي کيتي ڇا کي چيو ويو آهي؟
جواب: دنيا کي.
سوال 2: ڪراماً ڪاتبين جو ڪهڙو ڪم آهي؟
جواب: انسانن جا عمل لکڻ.
سوال 3: اسلام جا رڪن ڪيترا آهن؟
جواب: پنج : توحيد، نماز، روزو، زڪوات ۽ حج.
سوال 3: اسلام جا بنيادي عقيدا ڪهڙا آهن؟
جواب: ڇهه 6 عقيدا آهن. الله ، ملائڪن، رسولن، آسماني ڪتابن، تقدير ۽ آخرت تي ايمان آڻڻ.
سوال 4: اطاعت ڪهڙي ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ ان جو مطلب ڇا آهي؟
جواب: اطاعت عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جو مطلب آهي فرمانبرداري ۽ تابعداري ڪرڻ.
سوال 5: دنيا ۽ آخرت جي ڪاميابيءَ لاءِ ڪنهن جي اطاعت ڪرڻ ضروري آهي؟
جواب: رسول اللهﷺ جي.
سوال 6: سنت جي لفظي معنیٰ ڇا آهي؟
جواب: رستو ۽ طريقو.
سوال 7: سنتِ نبوي جو مطلب ڇا آهي؟
جواب: اهو رستو ۽ طريقو جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي عملي صورت ۾ اسان لاءِ ڇڏيو آهي.
سوال 8: عيدالفطر ڪهڙي خوشيءَ ۾ ، ۽ ڪڏهن ملهائبي آهي؟
جواب: عيدالفطر رمضان المبارڪ جي روزن ختم ٿيڻ جي خوشي ۾1 شوال تي ملهائي ويندي آهي.
سوال 9: عيدالاضحیٰ ڪڏهن ۽ ڪنهن جي ياد ۾ ملهائي ويندي آهي؟
جواب: عيدالاضحیٰ 10 ذوالحج تي حضرت ابراهيمؑ جي عظيم قربانيءَ جي ياد ۾ ملهائي ويندي آهي.
سوال 10: حضورﷺجن ڪهڙي ڏينهن کي افضل ڄاڻايو آهي؟
جواب: جمعي جي ڏينهن کي.
سوال 11: روزي کي عربيءَ ۾ ڇا چيو ويندو آهي ۽ ان جي معنیٰ ڇا آهي؟
جواب: روزي کي عربي ۾ صوم چوندا آهي جنهن جي معنیٰ رڪجي وڃڻ، بيهڻ ۽ خاموش ٿيڻ آهي.
سوال 12: روزو ڪڏهن فرض ٿيو؟
جواب: سن 2 هجري ۾.
سوال 13: سيرتِ طيبه جي معنیٰ ڇا آهي؟
جواب: سيرت جي معنیٰ آهي رستو ۽ طيبه جي معنیٰ آهي پاڪ. اهو رستو جنهن تي پاڻﷺ هليا.
سوال 14: مُواخات ڪهڙي ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ ان جو مطلب ڇا آهي؟
جواب: مُواخات عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنیٰ آهي ڀائپي
سوال 15: مهاجر ۽ انصار جي معنیٰ ڇا آهي؟
جواب: مهاجر معنیٰ هجرت ڪندڙ ۽ انصار معنیٰ مددگار آهي.
سوال 16: حضورﷺ جي ڏاچيءَ جو نالو ڇا هو جيڪا هجرت وقت حضرت ابو ايوب انصاريؓ جي در تي ويٺي هئي؟
جواب: قصویٰ.
سوال 17: مسجدِ نبوي ٺاهڻ لاءِ جاءِ ڪنهن کان خريد ڪئي وئي هئي؟
جواب: بنو نجار قبيلي جي ٻن يتيم ڀائرن سهل ۽ سهيل کان.
سوال 18: مسجدِ نبوي جي زمين جي قيمت ڪهڙي اصحابيءَ ادا ڪئي؟
جواب: حضرت ابوبڪر صديقؓ .
سوال 19: صُفه جي ڇا معنیٰ آهي ۽ اصحابِ صُفه مان ڇا مراد آهي؟
جواب: صُفه جي معنیٰ آهي مَنهَن. اصحابِ صُفه مان مراد اهي صحابي جيڪي حضورﷺ وٽ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ايندا هئا ۽ ان مَنهَن ۾ اچي رهندا هئا.
سوال 20: ميثاق جي لفظي معنیٰ ڇا آهي؟
جواب : معاهدو.
سوال 21: ميثاقِ مدينه ڪنهن جي وچ ۾ ٿيو هو؟
جواب : مسلمانن ۽ يهودين وچ ۾.
سوال 22: ميثاقِ مدينه ڪيترن شرطن تي مشتمل هو؟
جواب : 54 شرطن تي.

سوال 23: مديني ۾ انصار جا ڪهڙا قبيلا رهندا هئا؟
جواب : به قبيلا ،اوس ۽ خزرج.
سوال 24: مديني ۾ يهودين جا ڪهڙا قبيلا رهندا هئا؟
جواب : بنُو قينقاع، بنُو نضير ۽ بنُو قُريظه.
سوال 25: غزوهءِ بدر ڪڏهن ۽ ڪهڙي هنڌ تي لڳي؟
جواب : 17 رمضان سن 2 هجري بدر جي هنڌ تي لڳي.
سوال 26: بدر جو هنڌ مديني کان ڪيتري مفاصلي تي هو؟
جواب : 80 ميل ( 130 ڪلو ميٽر ).
سوال 27: غزوهءِ بدر ۾ مسلمانن ۽ ڪافرن جو ڪل تعداد ٻڌايو؟
جواب: 313 مسلمان ( 84 مهاجر ۽ 229 انصار ) ۽ 1000 هڪ هزار ڪافر.
سوال 28: غزوهءِ بدر ۾ مسلمانن ۽ ڪافرن جا سپه سالار ڪير هئا؟
جواب : مسلمانن جو سپه سالار حضرت محمّد ﷺ ۽ ڪافرن جو سپه سالار ابُو جهل هو.
سوال 29: غزوهءِ بدر ۾ ڪيترا مسلمان شهيد ٿيا؟
جواب : 14 مسلمان (6 مهاجر ۽ 8 انصار )شهيد ٿيا.
سوال 30: غزوهءِ بدر ۾ ڪيترا ڪافر قتل ٿيا ۽ ڪيترا قيد ٿيا؟
جواب : 70 ڪافر قتل ٿيا ۽ 70 قيد ٿيا.
سوال 31: ڪافرن جي سردار ابو جهل کي ڪنهن قتل ڪيو؟
جواب : ٻن ڀائرن معاذ ۽ معُوذ.
سوال 32: غزوهءِ اُحد ڪڏهن لڳي؟
جواب : 7 شوال سن 3 هجري.
سوال 33: اُحد جبل مديني کان ڪيترو پري آهي؟
جواب : 3 ميل اترئين پاسي.
سوال 34: غزوهءِ اُحد ۾ ڪافرن جو سردار ڪير هو؟
جواب : ابُو سُفيان.
سوال 35: غزوهءِ اُحد ۾ مسلمانن ۽ ڪافرن جو تعداد ڪيترو هو؟
جواب : 700 مسلمان ۽ 3 هزار ڪافر هئا.
سوال 36: ڪهڙو مُنافق غداري ڪندي پنهنجي 300 ساٿين سميت اسلامي لشڪر کان الڳ ٿيو؟
جواب : عبدالله بن اُبي.
سوال 37: غزوهءِ اُحد ۾ ڪافرن جو علمبردار ڪير هو؟
جواب : طلحه بن ابو طلحه ابدري.
سوال 38: غزوهءِ اُحد ۾ مسلمانن جو علمبردار ڪير هو؟
جواب : حضرت مُصعب بن عُميرؓ.
سوال 39: ڪهڙي صحابيءَ جي شڪل مبارڪ پاڻ سڳورن ﷺ جي صورت مبارڪ جهڙي هئي؟
جواب : حضرت مُصعب بن عُميرؓ.
سوال 40: ڪهڙي غزوه ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو هو؟
جواب : غزوهءِ اُحد ۾.
سوال 41: غزوهءِ اُحد ۾ ڪيترا مسلمان شهيد ٿيا؟
جواب : ستر(70).
سوال 42: غزوهءِ اُحد ۾ ڪيترا ڪافر قتل ٿيا؟
جواب : ٻاويه (22).
سوال 43: پاڻ سڳورنﷺ جي چاچي حضرت حمزه رضه کي ڪنهن شهيد ڪيو؟
جواب: غزوهءِ اُحد ۾ وحشي نالي هڪ غلام.
سوال 44: غزوهءِ اُحد ۾ ڪهڙي مسلمان عورت عملي طور تي شريڪ ٿي ۽ کين زخم رسيا؟
جواب : حضرت اُمِ عماره ، کين ٻارهن زخم رسيا هئا.
سوال 45: غزوهءِ اُحد ۾ زخمين کي پاڻي ڪير پيارينديون رهيون؟
جواب : حضرت عائشه رضه عنها، حضرت اُمِ سليط، حضرت اُمِ ايمن ۽ حضرت اُمِ سُليم رضه عنها.
سوال 46: خندق جي معنى ڇا آهي؟
جواب : کڏ.
سوال 47: غزوه خندق جو ٻيو ڪهڙو نالو آهي؟

جواب : غزوهءِ احزاب يعني ٽولن واري جنگ.
سوال 48: غزوهءِ خندق ڪڏهن لڳي؟
جواب : شوال سن 5 هجري.
سوال 49: غزوهءِ خندق ۾ مسلمانن ۽ ڪافرن جو ڪل تعداد ڪيترو هو؟
جواب : ٽي هزار(3000) مسلمان ۽ ڏهه هزار (10000) ڪافر.
سوال 50: مديني جي چوڌاري کڏ کوٽڻ جو مشورو ڪنهن ڏنو؟
جواب : حضرت سلمان فارسي ؓ.
سوال 51: عبدود جنهن کي هڪ هزار بهادرن جي برابر سمجهو ويندو هو ان کي ڪنهن قتل ڪيو؟
جواب : حضرت علي عليه السلام
سوال 52: يهودين جو ڪهڙو قبيلو ميثاقِ مدينه معاهدي جي نتيجي ۾ مسلمانن جو اتحادي هو؟
جواب : بنُو قُريظه قبيلو.
سوال 53: يهودين جي ڪهڙي قبيلي کي مديني مان نيڪالي ڏني وئي هئي؟
جواب : بنُو نضير قبيلو.
سوال 54: غزوه ءِ خندق ۾ مديني جي ڪهڙي طرف ۽ ڪيتري کڏ کوٽي وئي هئي؟
جواب : اترئين پاسي کان 3 ميل.
سوال 55: غزوهءِ خندق ۾ مديني شريف جو گهيرو ڪيتري عرصي تائين رهيو؟
جواب : هڪ مهيني تائين.
سوال 56: اخلاق ڪهڙي لفظ جو جمع آهي ۽ ان جي معنى ڇا آهي؟
جواب : اخلاق " خُلق " جو جمع آهي، جنهن جي معنى پڪي عادت، طور طريقو ۽ مُروّت وغيره آهي.
سوال 57: آداب ڪهڙي لفظ جو جمع آهي ۽ ان جي معنى ڇا آهي؟
جواب : آداب "ادب" جو جمع آهي ، جنهن جي معنى آهي سليقو، تهذيب ۽ شائِستگي.
سوال 58: واعدي جي پابنديءَ جو مطلب ڇا آهي؟
جواب : جيڪو واعدو يا ڪا ڳالهه ڪجي ته ان کي پورو ڪجي.
سوال 59: عفو ۽ درگذر جي معنى ڇا آهي؟
جواب : معاف ڪرڻ، بدلو ۽ انتقام نه وٺڻ.
سوال 60: بُردباري ڪهڙي ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ ان جو مطلب آهي؟
جواب : بُردباري فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جو مطلب برداشت ڪرڻ آهي.
سوال 61: رواداريءَ جي معنى ڇا آهي؟
جواب : رواداري جي معنى برداشت ڪرڻ، رعايت ڪرڻ، جائز رکڻ ۽ منظور ڪرڻ آهي.
سوال 62: ڪهڙي شهر وارن حضور ﷺ جن جون جتيون مبارڪ رت سان آليون ڪيون هيون؟
جواب : طائف جي شهر وارن.
سوال 63: ثمامه بن اُثال جيڪو يمامه جو سردار هو ان ڇو اسلام قبول ڪيو هو؟
جواب : پاڻ سڳورن ﷺ جي رواداري ۽ سٺي ورتاءُ کان متاثر ٿي اسلام قبول ڪيو هو.
سوال 64: رحمدليءَ جو مطلب ڇا آهي؟
رحمدليءَ جو مطلب آهي الله تعالى جي مخلوق سان نرمي ۽ محبت سان پيش اچڻ.
سوال 65: ڪفايت شعاري ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : اجايو ۽ فضُول خرچيءَ کان پنهنجي مال کي بچائڻ کي ڪفايت شعاري چئبو آهي.
سوال 66: اُخُوت ڪهڙي ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ ان جي معنى ڇا آهي؟
جواب : اُخُوت عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنى ڀائيچارو آهي.
سوال 67: لفظ قرآن جي معنى ڇا آهي؟
جواب : لفظ قرآن جي معنى آهي اهو ڪتاب جيڪو بار بار پڙهيو وڃي.
سوال 68: قرآن مجيد ڪيتري عرصي ۾ نازل ٿيو؟
جواب : تقريبن ٽيويهن سالن ۾.
سوال 69: حضرت عيسى عه حضور ڪريم ﷺ کان ڪيترا سال اڳ پيدا ٿيا؟
جواب : تقريبن ساڍا پنج سو سال.
سوال 70: حضرت عيسى عه ڪٿي پيدا ٿيو؟
جواب: حضرت عيسى عه يروشلم جي شهر " بيت لحم " ۾ پيدا ٿيو
سوال 71: قرآن مجيد ۽ ٻين حديثن ۾ حضرت عيسى جو ٻيو ڪهڙو نالو آيو آهي؟
جواب : مسيح.

سوال 72: حضرت عيسی جي ماءُ جو نالو ڇا هو؟
جواب : بيبي مريم عه.
سوال 73: بيبي مريم عه جي ماءُ ۽ پيءُ جو نالو ڇا هو؟
جواب : بيبي مريم عه جي پيءُ جو نالو عمران ۽ ماءُ جو نالو حنّه هو.
سوال 74: حضرت عيسی عه جي ويجهن ۽ مخلص ساٿين کي ڇا چيو ويندو هو؟
جواب : حواري.
سوال 75: حضرت عيسی کي ڪيترن سالن جي عمر ۾ نبوت ملي ۽ مٿن ڪهڙو ڪتاب نازل ٿيو؟
جواب : ڪيس 30 سالن جي عمر ۾ نبوت ملي ۽ مٿن انجيل نازل ٿيو.
سوال 76: حضرت عيسی کي الله تعالی ڪهڙا معجزا عطا ڪيا هئا؟
جواب : پيدائشي گونگا ڳالهائڻ لڳندا هئا، ڪوڙه جا مريض تندرست ٿي ويندا هئا، پيدائشي نابينا نظر وارا ٿي ويندا هئا ۽ مٽيءَ سان ٺاهيل پکين جي مورتين ۾ڦوڪ ڏيڻ سان ساهه پئجي ويندو هو.
سوال 77: ڪنهن جي حڪم تي حضرت عيسی عه کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو؟
جواب : رومي گورنر پولِيِنَس جي حڪم تي.
سوال 78: حضرت عثمان غني رضه جي پيءُ ۽ ماءُ جا نالا ٻڌايو.؟
جواب : پيءُ جو نالو عفان ۽ ماءُ جو نالو اروی .
سوال 79: حضرت عثمان غني رضه جي ڪُنيت ڇا هئي؟
جواب : ابو عبدالله ۽ ابو عُمر.
سوال 80: حضرت عثمان غني رضه جو لقب ڇا هو؟
جواب : ذوالنُورين. .(حضرت عثمان غني رضه کي پاڻ سڳورن ﷺ په نياڻيون بيبي رقيه ۽ اُمِ ڪلثوم هڪ ٻئي پٺيان نڪاح ۾ ڏنيون. انهيءَ ڪري پاڻ " ذوالنوُرين " جي لقب سان مشهور ٿيا.)
سوال 81: ذوالنورين جي معنی ڇا آهي؟
جواب : ٻن نُورن وارو.
سوال 82: حضرت عثمان غني رضه جو تعلق قريش جي ڪهڙي شاخ سان هو؟
جواب : بنُو اُميه.
سوال 83: غزوهِ تبوڪ جي موقعي تي جڏهن حضرت عثمان غني رضه پنهنجو مال خرچ ڪيو ته پاڻ ڪريم ﷺ ان بابت ڇا فرمايو هو؟
جواب : اڄ جي ڏينهن کانپوءِ عثمان جو ڪو به عمل ان کي ڪو نقصان نه پهچائي سگهندو.
سوال 84: حضرت عثمان غني رضه جي خلافت جو عرصو ڪيترو هو؟
جواب : 12 سال.
سوال 85: حضرت عثمان غني رضه جي شهادت جو ڏينهن ۽ تاريخ ٻڌايو.؟
جواب ؛ جمعي جي ڏينهن 18 ذوالحج سن 35 هجري تي 82 سال جي عمر ۾.
سوال 86: حضرت خالد بن وليدؓ جو تعلق قريش جي ڪهڙي قبيلي سان هو؟
جواب : بنُو مَخزُوم.
سوال 87: حضرت خالد بن وليدؓ جي والده جو نالو ڇا هو؟
جواب : عصماء بنت الحارث.
سوال 88: حضرت خالد بن وليدؓ ڪڏهن ايمان آندو؟
جواب : سن 8 هجريءَ ۾.
حضرت خالد بن وليدؓ کي پاڻ سڳورن ﷺ جن ڪهڙو لقب ڏنو هو؟
جواب : سيف الله يعني ( الله جي تلوار ).
سوال 89: غزوهءِ مُوته ڪڏهن لڳي؟
جواب : 8 هجري ۾ اُردن ۾ بلقا جي ويجهو هڪ ڳوٺ مُوته ۾ لڳي.
سوال 90: غزوهءِ مُوته ۾ مسلمانن ۽ ڪافرن جو تعداد ڪيترو هو؟
جواب : 3 هزار مسلمان ۽ 1 لک ڪافر.
سوال 91: حضرت ابوبڪرؓ، حضرت خالد بن وليدؓ کي ڪنهن سان جنگ ڪرڻ لاءِ موڪليو هو؟
جواب : زڪوات جي مُنڪرن سان.
سوال 92: حضرت عمر بن الخطابؓ پنهنجي خلافت جي دور ۾ حضرت خالد بن وليد رضه کي ڪهڙي ملڪ جي اميريءَ تان هٽائي ڇڏيو هو؟
جواب : شام ملڪ جي اميريءَ تان.
سوال 93: حضرت خالد بن وليدؓ ڪڏهن وفات ڪئي؟

جواب : سن 21 هجري شام ملڪ.

## قرآن شريف بابت معلوم

| | |
|---|---|
| سيپاره | 30 |
| سورتون | 114 |
| مڪي سورتون | 86 |
| مدني سورتون | 28 |
| منزلون | 7 |
| سجدا | 14 |
| آيتون | 6666 |
| رڪوع | ڪن روايتن ۾ 540 ته ڪن روايتن ۾ 558 |
| قرآن پاڪ جي سڀ کان وڏي سورت | سورت البقره |
| قرآن پاڪ جي سڀ کان ننڍي سورت | سورت الڪوثر |